# مداح اغثني

سلطان عشاقين راحت السالڪين باني درازا
حضرت خواجہ محمد حافظ المعروف
صاحبڏنو فاروقي رحمتہ اللہ عليہ

سگ درازا
فقير عامر علي درزاي

## بفيضان نظر

مرشد ڪامل هادي مڪمل حضرت صوفي
فقير حڪيم وزيرؒ سائين درازي قادري




ناهي فردوسي نظامي جو جواب
دُريگانو آهي منهنو هيءُ ڪتاب
هِن سخن ڪي شعر گوئي تون نہ جاڻ
آيتن وانگر مٿس ايمان




**شهنشاه عشق دولهہ درازي منصور آخر الزمان سنڌ جو طبريز**

**سلطان عشاقين حضرت سخي سچل سر مست درازي قادري**



**شهنشاھ عشق دولھ درازي سچل ثاني محبوب الاهي**

**حضرت سخي قبول محمد چھارم درازي قادري**



## شهنشاھ عشق سراج السالڪين رهبر مڪمل

## حضرت سخي وزيرڻ سائين درازي قادري



اگر الله تعالیٰ جي ويجهو ٿيڻ ٿو چاهين ءِ

سندس راز پروڙڻ ٿو چاهين ته صدق

دل سان شاه دراز هليو آ



# صحبت صالحين

يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا اتَّقُوا اللَّهَ وَكُونُوا مَعَ الصَّادِقِينَ ○ توبه ١١٩

اي ايمان وارئو تقويٰ ڪيو ۽ الله جي صالحن ٻانهن سان گڏ هجو.

قال النبي صلي الله عليہ وسلم ان الله يقول لعباده الفقراء يوم القيا مت يا عبادي انتم بمترلت الانبياء ولكم عندي في الخلق شفاعت يا عبادي سلوني ما شئتم حتيٰ اعطيكم وان ليس لكم اليوم عندي عذاب ه

نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو تہ تحقيق الله تعاليٰ قيامت واري ڏينهن پنهنجي صالح ٻانهن کي فرمائيندو: اي منهنجا ٻانها اوهان اڄ نبين وانگر آهيو اڄ اوهان جي واسطي اهو اعزاز آهي جو خلق جي باري ۾ مون وٽ شفاعت ڪيو. اي منهنجا ٻانها مون کان جو ڪجھ چاهيو گھرو تان تہ مان اوهان کي عطا ڪيان اڄ اوهان لاءِ مون وٽ ڪا بہ اهنجائي نہ آهي پوءِ اهي الله جا صالح ٻانها الله تعاليٰ کي عرض ڪندا:

ربنا اخوانا ڪانوا يصلون معنا ويصو مون معنا ويعملون معنا

اي اسان جا پالڻهار هي اسان جا ڀائر آهن جيڪي اسان سان گڏ نمازون ادا ڪندا هيا،اسان سان گڏ روزا رکندا هيا، اسان سان گڏ صالح عمل ڪنداهيا.
پوءِ الله ڪريم انهن کي حڪم ڪندو تہ وڃو جن کي اوهان سڃاڻو آهي انهن کي وٺي جنت ۾ وڃو. معلوم ٿيو خدا وارن جي دوستي دنيا آخرت ۾ نفعي پهچائڻ واري آهي.
حضرت امام رباني مجدد الف ثاني رحہ جن پنهنجي مڪتوبات ۾ هڪ حديث آندي آهي تہ

جلساء الله وهم قوم لا يشقيٰ جليسهم ولا يحرم انيسهم ولا يخيب مسيسهم وهم وكلا مهم شفاء وهم اذا رُوءوا ذُكرالله وهم من عرفهم وجد الله نظرهم دواء و من راي باطنهم نجيٰ و صحيتهم ضياء وبَهاء وهم من راي ظاهرهم خاب وخسر وا لفلح ه

اِها اوليائن جي جماعت اُها قوم آهي ڪوبہ انهن جي مجلس وارو بدبخت نہ ٿو ٿي سگهي ۽ انهن جي ورونهن ڪرڻ وارو ڪوبہ محروم نہ ٿو ٿي سگهي ۽ انهن کي هٿ لائڻ وارو ڪوبہ خوار نہ ٿو ٿي سگهي اهي اولياءَ الله جي مجلس ڪرڻ وارا آهن. اهي اُهي آهن جڏهن انهن کي ڏٺو ويندو آهي تہ الله ياد اچي ويندو آهي جنهن انهن کي سڃاتو تنهن الله تعاليٰ کي لڌو انهن جي نظر دوا آهي، انهن جو ڪلام شفا آهي انهن جي صحبت روشني ۽ تازگي آهي. اهي اُهي آهن جنهن انهن جي ظاهر کي ڏٺو اهو بربادي ۽ خساري وارو ٿي ويندو جنهن انهن جي باطن کي ڏٺو سو ڇوٽڪاري ۽ فتح مندي وارو ٿي ويندو.

جيئن مرشد ڪريم حضرت سخي سچل سر مست رحمت الله عليہ جن فرمايو آهي تہ

مرشد ڪامل سانول سپرين آيو صاف صحن ۾
فيض فاروقي فائق بخشيو فهمائي هن فن ۾

ڪنهن بہ ڪامل مرشد جي رهبريءَ کان سواءِ ڪيل عبادتن ۽ رياضتن جا ثواب ۽ درجا تہ ملي سگهن ٿا مگر حق سان هيڪڙائي قرب الاهي جي حاصلات ممڪن نہ آهي. ائين سمجهو تہ الله جي رستي تي هلڻ وارا ٻن قسمن جا ماڻهو آهن هڪ صادق ۽ ٻيو صديق، يعني (هڪ مرشد ٻيو مريد) پنهنجي زماني جي وڏي مفڪر ۽ صوفي مبلغ مولانا جلال الدين رومي پنهنجي مرشد جي بابت فرمايو آهي تہ

مولوي هرگز نہ باشد مولائي روم
تا غلام شمس تبريزي نہ شد

يعني هو هر گز ان مرتبي جي لائق جي نہ ٿئي ها جي مرشد شمس طبريزي جي غلامي اختيار نہ ڪري ها.
مرشد ڪريم حضرت داتا سخي سچل سر مست رحہ جن پنهنجي مرشد ڪريم جي ساراهہ ان لفظن ۾ ڪئي آهي تہ

**روز ازل تون سگُ هان مين دلبر دي دربار دا**
**هان پير عبدالحق دا چاڪر سچل پيزار دا**

حضرت امام رازي رحمتہ اللہ عليہ جن تفسير ڪبير ۾ سورت فاتحہ جي تفسير ۾ لکيو آهي تہ گهڻن بزرگن فرمايو آهي تہ جڏهن اللہ تعاليٰ فرمايو آهي تہ " **اهدناالصراط المستقيم** " تہ ڳالهہ ختم ٿي وئي. هيءَ آيت مبارڪ ان ڳالهہ جو دليل آهي تہ مريدن جي لاءِ هدايت ۽ مقامات تائين پهچڻ جي لاءِ ان ڪان علاوه ٻيو رستو ئي ناهي تہ هو هڪ ڪامل مرشد وٺي، تہ هو صراط المستقيم تائين پهچي ويندو.
مرشد سخي حضرت سچل سر مست رحمتہ اللہ عليہ جن فرمايو تہ

**هڪ ڏهاڙي مرشد مينون آپ اينوين فرمايا**
**اهو طريقا وحدت والا سانون ٻهون خوش آيا**
**آکهي سچل ڳالهہ عشق دي سچي ٻيا سڀ پنڌ اجايا**

حضرت يوسف عليہ السلام جن اڪثر ڪري هيءَ دعا گهرندا هئا تہ
وَاَلحِقنِي بِاا لطٰلِحِينَ
اي منهنجا رب ملاءِ مونکي صالحن سان.
معلوم ٿيو تہ صالحن جي صحبت نعمت ڪبريٰ آهي. جو انبياءَ عليہ السلام بہ دعا گهرندا هئا.
هن حديث پاڪ جي معنيٰ مرشد سخي سچل سر مست رحہ جن هيءَ ڪئي آهي تہ

**پير مغان ڪي آستان پر تون پڙا رهي اي ســـچـــل**
**پرواهہ هي ڪيا تجهہ ڪو تيرا جب پير عبدالحق هوا**

بيهقي ۾ شعب الايمان ۾ حضرت زرين رضي الله عنہ جن جي روايت مان نقل ڪيو ويو آهي تہ " حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن حضرت زرين رضہ جن کي فرمايو تہ مان توکي دين جو اهڙو اصول ٻڌايان ٿو جنهن سان تون دنيا ۽ آخرت جي فلاح ۽ ڪاميابي حاصل ڪري سگهين ٿو، ۽ اها هيءَ آهي تہ اهل ذڪر جي مجلس ۾ صحبت کي لازم پڪڙ، جڏهن اڪيلائيءَ ۾ وڃين تہ جيترو زياده ٿي سگهي پنهنجي زبان کي الله جي ذڪر سان حرڪت ڏي. جنهن سان محبت ڪرين تہ الله جي لاءِ ڪر ۽ جنهن کان نفرت ڪرين تہ الله جي لاءِ ڪر.

( تفسير مظهري )

مرشد سخي حضرت سچل سر مست جن هن حديث پاڪ جي معنيٰ هيئن ڪئي آهي تہ

وقت اها ٿئي ويل دوئي دور ڪرڻ جي
ڪي مذاهب من مان ساجهر ساڻ سويل
هندو مومن سان ملي محبت جا ڪر ميل
متان ٿيئي اويل اولهہ سج نہ الهي

حضرت ابن عباس رضي الله عنہ جن کان منقول آهي تہ شيخ پنهنجي جماعت ۾ ائين هوندو آهي جيئن نبي پنهنجي امت ۾ هوندو آهي.

مولانا جلال الدين رومي فرمايو آهي تہ

يک زمانہ صحبت با اولياء
بهتر از صد سال طاعت بي رياء

اولياءَ سان گڏ ٿورڙي گهڙي جي صحبت سَو سال جي بي رياءَ اطاعت کان افضل آهي.

جيئن مرشد ڪريم حضرت داتا سخي سچل سر مست رحمتہ الله عليہ جن فرمايو آهي تہ

پارس لڳي سون ٿيون لوهاٽيون لوريون
جهل جهڳن کي ڪانہ ڪا وريون ۽ ويريون
محلين رهن مير جي مهاٽيون ۽ ميريون

سمي ڏنا سهاڳ کي سهج ۾ سيريون
کوجهن مان سهڻيون ٿيون جهٽ پٽ جهيريون
تماچي تيريون سچل کينجهر جون کنيون کڻي

امام احمد بن حنبل رضي الله عنه جن اڪثر ڪري حضرت بشر حافي رحه جن جي خدمت ۾ ويندا هئا. هڪ ڏينهن شاگردن پڇيو ته توهان هيترا وڏا عالم ٿي ڪري هڪ فقير وٽ وڃو ٿا جيڪو عالم نه آهي؟ حضرت امام احمد بن حنبل رحه جن شاگردن کي جواب ڏنو ته مان ڪتاب الله جو عالم آهيان، ۽ حضرت بشر حافي عارف باالله آهي ۽ عارف باالله کي ڪتاب الله تي فضيلت حاصل آهي.
حضرت امام اعظم ابو حنيفه رضه جن سڄي دنيا ۾ علم ورهائڻ وارو خود حضرت بهلول داناء جي دروازي تي وينل نظر اچي پيو.
حضرت امام شافعي رحه جن اڪثر ڪري حضرت شعبان رائي جن سان صحبت ڪرڻ ويندو هو.
مطلب ته شريعت جا امامن به ڪنهن نه ڪنهن فقير جي صحبت کي لازم پڪڙيو آهي.
جيئن حضرت محبوب سبحاني قطب رباني سيدنا عبدالقادر جيلاني رحمته الله عليه جن فرمايو آهي ته " الله تعاليٰ جي محبت توحيد جو اَساسُ آهي پر الله تعاليٰ جي محبت به اهل الله جي محبت ۽ صحبت کان بغير حاصل نه ٿي سگهندي."
مرشد ڪريم حضرت داتا سخي سچل سر مست جن فرمايو آهي ته

مرشد هادي رهنما ٿا سمجهائن ائين
هو تون جاڻج پاڻ کي متان هيءُ ٿئين
وحدت جي چوگان ۾ اها گوءِ نئين
سچل ساڻ يقين جي هي حال ڏي هئين

حضرت سيد انور شاهه ڪشميري رحہ جن فرمايو آهي تہ " پلي ڪو لَکَ دفعا بخاري پڙهي پر جيستائين ڪنهن ڪامل شيخ جون جُتيون سِڌيون نہ ڪندو تہ ڪجهہ بہ حاصل نہ ٿيندس."

حضرت محبوب سبحاني قطب رباني سيدنا عبدالقادر جيلاني رحمتہ الله عليہ جن فرمايو آهي تہ "مريد جڏهن ادب سکڻ لاءِ مرشد جي صحبت ۾ وڃي تہ اهو خيال ڪري تہ منهنجي مرشد ڪان بهتر هن زماني ۾ ڪوئي بہ ناهي."

جيئن مرشد ڪريم حضرت داتا سخي سچل سر مست رحمتہ الله عليہ جن فرمايو آهي تہ

**هادي مهدي مرشد ميڏا قادريہ هي ڪامل**
**عارف عبدالحق بهر نال مريدا شامل**

آخر ۾ مرشد ڪريم حضرت داتا سخي سچل سر مست رحمتہ الله عليہ جن جي فارسي مثنوي مان هڪ بيت مرشد ڪريم جي شان ۽ مقام بابت پيش ڪجي ٿو.

ديوان آشڪار ۾ مرشد سخي سچل سر مست رحہ جن فرمايو آهي تہ " هڪ ڏينهن حضور پر نور محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم جن جي حضور اقدس ۾ حاضر ٿيس، تہ ٻنهي جهانن جي سردار جيڪو سموري مخلوق ۾ چونديل ۽ پسنديده آهي. ان حضور آقا عليہ الصلوات والسلام جن وڏي شفقت ۽ مهربانيءَ سان حڪم فرمايو تہ پنهنجي پير طريقت شيخ عبدالحق جي اجازت بغير اسان جي حضور ۾ نہ ايندا ڪريو!

اسان تنهنجي پير و مرشد کي پنهنجي خصوصي ۽ پسنديده ماڻهن جي جماعت ۾ شامل ڪيو آهي ان جو فيض هر هنڌ جاري ۽ ساري آهي.

اسان جي پير طريقت جو شان ۽ شوڪت نهايت بلند ۽ بالا آهي. انهيءَ جهڙو وڏي رتبي وارو انسان هن جهان ۾ ڪوبہ نہ آهي.

"اي آشڪار" تون پنهنجي پير و مرشد جي پيرن جي پٽي ٿي وڃ تہ جيئن ان جي همراهي ۽ دوستيءَ سان بادشاهي جي رتبي تائين پهچي سگهين." ( **سبحان الله** ) (ديوان آشڪار جلد اول ص 38)

مطلب تہ انسان ڪامل مرشد ڪريم جي صحبت ڪان سواءِ صراط المستقيم جي رستي تائين پهچي نہ ٿو سگهي.
شال اللهﷻ پاڪ اسان سيني فقيرن کي مرشد ڪريم جي نقشي قدم تي هلڻ جي توفيق عطا فرمائي ۽ صالحن ٻانهن جي صحبت نصيب فرمائي.

**آمين ثم آمين**

## عشق محبوب آقا عليہ السلام

### ديوان آشڪار

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي دروازي ڪان سواءِ ، روحاني راهہ ڏيکاريندڙ ڪا بہ راهہ ڪونهي: فرمايو اٿس:

**اي بجز دروازه احمد راه نيست .گر نمي داني دلت آگاه نيست**

**آنکه در احد احمد دانست فرق .درجه اورا فنا في الله نيست**

(اي دوست!محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم جي دروازي ڪان سواءِ ٻيو ڪو بہ رستو ناهي. جيڪڏهن تون اهو نہ ٿو ڄاڻين تہ تنهنجي دل آگاهہ ناهي جيڪو احد ۽ احمد ۾ فرق ڪندو آهي، اهو فنا في الله جي درجي تي پهچي نہ سگهندو.

**جز محمد نيست در کون و مکان .جز علي ديگر کسي همراه نيست**

(حضرت محمّد صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڪان سواءِ ڪون و مڪان ۾ ٻيو ڪجهہ بہ ڪونهي. علي ڪرم الله وجهه ڪان سواءِ ڪو بہ رهنما ۽ ساٿي ڪونهي.)

### مثنوي عشق نامه :

**(آن محمّد بادشاه دوجهان .اين سر اسرار زد گشتہ عيان)**

(حضرت محمّد صلي الله عليہ وآلہ وسلم ٻنهي جهانن جو بادشاهہ آهي. الله تعاليٰ جا سڀ راز ڪائنات ۾ ظاهر ٿيا.)

### مثنوي و صلت نامه :

**من راني گفت آخر مصطفيٰ .چند باشي در حجاب اي بيوفا**

(حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم "من راني" (1) فرمايو آهي. پوءِ اي بي وفا تون ڪيسيتائين حجاب ۾ رهندين)

مصطفيٰ آمد درين ره رازدان . تو كمال خويش ازوي بازدان

(محمّد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہ وسلم هن راھ جا رهبر ٿي آيا. هو سڀني انبيائن ۽ اوليائن جا امام آهن.)

مصطفي آمد درين ره رازدان . تو كمال خويش ازوي بازدان

(محمّد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہ وسلم انهيءَ راھ جا ڄاڻندڙ آهن. تون پنهنجو ڪمال انهيءَ جي طرفان ڪان سمجھ)

مصطفي آمد درين ره نور پاڪ . جملۂ ظلمات را كرده هلاڪ

(محمّد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہ وسلم هن راھ ۾ هڪ پاڪ نور آهن؛ جنهن سڀني اونداهين کي ختم ڪيو آهي.)

مصطفي آمد يقين فخر زمان . تاجدار و بادشاه جاودان

(محمّد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہ وسلم يقيناً فخر ڪائنات آهن؛ ٻنهي جهانن جا تاجدار ۽ هميشہ لاءِ بادشاھ آهن.)

مصطفي آمد درين ره پير راه دامن او گير تا گروي تو شاه

(محمّد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہ وسلم هن راھ ۾ حقيقي مرشد آهن، تون سندن دامن لڳندين تہ بادشاھ ٿي ويندين.)

---

(1) هيءَ صوفين وٽ حديث مشهور آهي. ان جو مطلب آهي:
“جنهن مونکي ڏٺو، تنهن ڄڻ الله کي ڏٺو”.

محمد آمد درين ره عقل كل . عقل ها جملہ ازويا بند كل

(محمّد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہ وسلم هن راھ ۾ عاقل آهن. جنهن ڪان سموريون دانائيون تڪميل کي پهچن ٿيون.)

مصطفي آمد درين ره شاد مان . سرِ معنيٰ را بديده او عيان

(محمّد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن هن راھ ۾ پنهنجي ڪاميابيءَ جي ڪري تمام خوش آهن، چاڪاڻ جو هنن اصل حقيقت کي پنهنجي اکين سان ڏٺو آهي.)

مصطفيٰ آمد درين ره شاه .دين قطب عالم رحمةً للعالمين

(محمّد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن هن راھ ۾ دين جا شهنشاھ دنيا جا هادي ۽ رهبر، جملي جهانن لاءِ رحمت آهن.)

## غزل بحر طويل:

اي دل دربارگاه مصطفيٰ هوشيار باش .گر توعاشق صادقي ازغيراو بيزار

(اي دل! حضرت محمّد مصطفيٰ احمد مجتبيٰ جي حضور اقدس ۾ با ادب ٿيءُ. جيڪڏهن تون عاشق صادق آهين، تہ ان جي غير کان بيزاري اختيار ڪر)

## مختصر سواح حيات

## حضرت خواجہ محمد حافظ المعروف صاحبڏنو فاروقي

درازا درگاھ جو باني، انھيءَ فاروقي خاندان جو فرد حضرت خواجہ محمد حافظ عرف ميان صاحبڏنو ولد ميان عبدالوھاب رحہ آھي. اسان جو عظيم شاعر حضرت سچل سرمست رحہ سندس پوٽو آھي. حضرت خواجہ صاحب سنہ 1101ھ (1689ع) ۾ تولد ٿيو، ۽ سنہ 1192ھ (1778ع) ۾ هن جهان مان لاڏاڻو ڪيائين. ڪيس صاحبڏنو "موراڳي" ۽ "سوائي" جي نالن سان بہ ياد ڪيو ويندو آھي. ۽ وري پنهنجي فارسي ڪلام ۾ تخلص "عارف" آندو اٿن.

حضرت خواجہ محمد حافظ عرف صاحبڏنہ فاروقي جن ڪي ڪلهوڙن جي حڪومت ۾ ديھ موره ۾ اعليٰ عهدو مليل هو. روايت آھي، تہ هڪ ڏينهن گهوڙي تي چڙھي ملازمت جي سلسلي ۾ جهنگ مان وڃي رهيو هو، تہ هڪ مجذوبہ عورت اوچتو نڪري، سندس رستو روڪي بيٺي. هو ڪجھ بيت پڙھي حضرت خواجہ صاحب کي چوڻ لڳي: "خدا ٿو توکي ڳولھي، ۽ تون وري ڪنهن جي ڳولا ۾ آھين؟"

حضرت خواجہ صاحب تي ان گفتگوءَ وڏو اثر ڪيو، ۽ دنياوي ڏنڊا ڇڏي وڃي جهنگ وسايائين. چاليهن چلن ڪڍڻ کان پوءِ، حضرت خواجہ عبيدالله جيلاني رحہ اچي کيس مريد ڪيو، جيڪو حضرت سيد عبدالقادر جيلاني رحہ جي اولاد مان هو. حضرت سچل سرمست رحہ اهو احوال پنهنجي مثنوي رازنامہ ۾ هن طرح آندو آھي:

نام جدم مشتهر صاحبدنہ
آن محمد حافظ است در سلسلہ
روز يک مي رفت بيرون از شهر
بود خواجہ بر تماشائي دگر
درميانہ کو تري و ديونہ

دید یک دیوانہ زن بد برهنہ
بي بي بصري بود ظاهر نام او
کس نمي دانست او را تار مو
ناگهان دیوانہ زَن پیشش رسید
گفت با آن خواجہ این آهي کشید
بشنو از من راز اي مردِ خدا
آن خدا در کار تو توتا کجا
بیتها سندهي بگفتا از زبان
آن بہ پیشِ تو همي سازم عیان

1. چري کري بصري، کري تان کر نانهہ،
وئي پرائي وهاڻ، تنهنجو هينئڙو تان هيئن ٿيو.
2. جئان گهڻو جڳ ۾، پر جسم نہ جيئڻ ڏئي،
باب نہ پڙهج بي، هُج آلودو الف سان.
3. وَرَ وجهيو ڪاڻ، ڪَرَ سان ڪليو سمهين،
آيل هي اهجاڻ، جو ڪَرِڻ چڏي تُهہَ اُبهين.

از شنیدن خواجہ آن بیخود شده،
باز پس گردیدعاشق خود شده
پارچہ عمامہ را از سر کشید
جرعہ از مَیخانہ الفت چشید
آمده بشگافت جنگل گوشہ یافت
جز محبت هر چہ بد روي بتافت
چهل چلہ اندر آن بیشہ کشید
بعد مدت شہ عبیداللہ رسید

دست بيعت خواجہ را دادن آن زمان
کشف بخشيد از مکان تا لامکان!

ترجمو: منهنجي ڏاڏي جو مشهور نالو صاحبڏنو آهي، جيڪو (فاروقي خاندان) جي سلسلي ۾ محمد حافظ آهي.
هڪ دفعي شهر کان ٻاهر، خواجہ سير لاءِ پئي ويو تہ، هڪ ديواني برهنہ عورت ڏٺائين. ظاهر ۾ سندس نالو بي بي بصري هو. هن جي اصل نسل جي ڪنهن کي بہ خبر نہ هئي. اوچتو، (اُها) ديواني عورت هن جي سامهون پهتي. هن آهہ ڀري خواجہ کي چيو: "اي مرد خدا! مون کان هيءُ راز ٻُڌ. اهو خدا، تنهنجي ڪمن (جي ناهڻ) ۾ آهي ۽ تون ڪيڏانهن ٿو وڃين؟"
سنڌيءَ ۾ چيل بيت، انهيءَ زبان ۾ تنهنجي اڳيان هن طرح چٽا پيش ڪريان ٿي:

چري ڪري بصري ڪري تہ ڪر ناهيہ
جيئان گهٽو جڳ ۾ جسم جيئڻ نہ ڏي
وَرَ سان وڃهيو ڪاڻ ڪَر سان سُمهين.

خواجہ، اهو ٻڌندي ئي بيهوش ٿي ويو. جڏهن هوش ۾ آيو تہ پنهنجو پاڻ تي عاشق ٿيو. مٿي تي ڦريل پڳ لاٿائين. محبت جي ميخاني مان چُڪي چکيائين. سڀ ڪجهہ ڇني آيو ۽ جهنگل ۾ اڇي تنهائيءَ جي ڪُنڊ اختيار ڪيائين.
محبت جي علاوه، جيڪي ڪجهہ هو، ان کان منهن موڙيائين، ۽ انهيءَ جهنگل ۾ چاليهہ چلا ڪڍيائين.
ڪجهہ عرصي کان پوءِ، شاهہ عبيدالله جيلاني پهتو، خواجہ کي بيعت جو هٿ ڏنائين، ڪشف عطا ڪيائينس ۽ مڪان کان لامڪان تائين پهچايائينس!

خواجہ عبيدالله پنهنجي ڀن ڀائرن: شاهہ ڪليم الله ۽ شاهہ عبدالمالڪ سان گڏجي سنڌ ۾ آيو هو. سنڌ ۾ ڪجهہ وقت رهي، اجمير شريف روانو ٿي ويو. وفات بہ اتي ڪيائين ۽ اتي ئي حضرت خواجہ معين الدين چشتي رحہ جي درگاهہ ۾ مدفون ٿيو. حضرت سچل سرمست رحہ، حضرت خواجہ عبيدالله جي تعريف پنهنجي مثنوي"راز نامہ" ۾ هن طرح ڪئي آهي:

سڪندر جي مثل، هن جي در جا سوين دربان هئا. ولايت جي بادشاهيءَ جو تاج، هن جي سِر تي هو. سوين دارا جهڙا بادشاهہ ۽ خاقان هن جا نوڪر هئا. ڪيقباد ۽ جمشيد ۽ خسرو جهڙا بادشاهہ، سندس خادم هئا.

حضرت جنيد ۽ شبلي بہ (سندس گهوڙي جا) تنگ ڇڪيندڙ هئا، حضرت بايزيد ۽ حضرت ذوالنون مصري، هن وٽ وزير هئا.

آن عبيدالله باشد شاه ما
او بود هر هر قدم همراه ما
و بود نور خدا سر تا قدم
چند چون عيسيٰ کند پيدا بدم
چون سکندر صد بود دربان درش
افسرِ شاهي ولايت بر سرش
صد چون دارا همچون خاقان چاکرش
کيقباد و جم چون خسرو خادمش
آن جنيد و شبلي هم فتراک گير
بايزيد و ذوالنون هم پيشش وزير
او بود اولاد حضرت مصطفيٰ
جد آن قطبِ زمان شد مرتضيٰ
شد عبيدالله باشد شمع دين

خواجه حافظ بود باحق قرين
شه عبيدالله شاه سرفراز
خواجه محمد حافظ است راز و نياز.

اُهو عبيدالله اسان جو شاهه هو، هـُو اسان جي هر قدم تي همراهه هو ۽ هو سِر کان پيرن تائين خدا جو نور هو. گهڙي پلڪ ۾ حضرت عيسيٰ عليہ السلام وانگر ڦوڪ سان (مُرده دلين ۾) جان وجهندو هو.
هو حضرت مصطفيٰ عليہ الصلواة والسلام جن جو اولاد هو. هن جو ڏاڏو زماني جو قطب علي المرتضيٰ رضي الله تعاليٰ عنہ هو.
عبيدالله، دين جي روشني هو، خواجه حافظ کي حق جو قرب حاصل هو. شهنشاهه عبيدالله شاهه، صاحب افتخار (بلند رتبي وارو) هو، خواجه محمد حافظ راز و نياز جو صاحب آهي.
انهن هدايتن جي تعميل، پشت بہ پشت ٿيندي رهي ٿي. حضرت خواجه محمد حافظ، حضرت شاهه عبيدالله جي نظرِ فيضِ اثر سبب رڱجي ريٽو ٿيو، ۽ روحانيت جون منزلون تيزيءَ سان طئي ڪيائين. درگاهه قائم ڪيائين ۽ ڪيترن ئي خدا جي ٻانهن کي فيض ڏنائين. حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحہ سندس همعصر هئا. روايت آهي، تہ حضرت شاهه عبداللطيف صاحب جن ڪهي اچي ساڻس ملاقات ڪئي هئي. حضرت پير صاحب پاڳاري، حضرت پير محمد راشد رحہ جي ملفوظات مان معلوم ٿئي ٿو، تہ درگاهه پير ڳوٺ جو باني پير محمد بقا شاهه، "پريالوءِ" جي مخدوم محمد اسماعيل رحہ جي وفات کان پوءِ، روحاني فيض ميان صاحبڏني عرف محمد حافظ فاروقي کان حاصل ڪيائين.

## ميان صاحبڏني جي شاعري

ميان صاحبڏنو فاروقي سنڌي سرائڪي ۽ پارسي زبانن جو بلند پايہ شاعر ٿي گذريو آهي. سندس شعر بيتن ۽ ڪافين تي مشتمل آهي ، شعر ۾

ڪٿي صاحبڏنو تہ ڪٿي وري حافظ تخلص آندو اٿن، سندس ڪلام ۾ تصوف جا اسرار و رموز ۽ وجودي فڪر بيان ٿيل آهي. هيٺ ڪجھ شعر نموني طور ڏجن ٿا.

## بيت

01. ڪنين جو نينهن نهر سين، ڪنين دٻايا درياءُ،
صاحبڏنہ جي ساه، سارو سمونڊ سمايو.
02. ذاتيءَ جي ذڪر ۾، جن وڃائي هستي،
دوست وهاري دل ۾، وسايائون وستي.
تنين مٿي مستي، آئي حال حلاج جي
03. پاڙا پنهنجو پاڙ ۾، جن پسيو نا پيهي،
"صاحبڏنا" صورت جي، ڪل تنهين ڪيهي،
وهامي ويئي، چپ چٽيندي راتڙي.
04. ريءَ سڪ "صاحبڏنہ" چوي، متان آخوند ڪوٺائين،
ڇڏي مڪتب معرڪا، تون عشق نہ اٺائين،
نيهن نہ ٿو لائين، ڪامل پنهنجي ڪانڌ سان.

## ڪافي

غافل ٿي نہ گذار، عاشق روز ازل جا واحد کي نہ وسار،
01. صيقل ساڻ ثنا ذڪر جي، اندر قلب اجار،
لنئو لنئو منجھ لقاءُ پرين جو، ڏيکين تان ديدار،
02. فذڪروني اذڪرڪم، ٻاهر نا ٻاهار،
ياد ڪندن کي ياد ڪري ٿو، ثابت صدق ٻيهار،
03. ترس نہ، ٻڌ توڪل ترهو، سر سڄڻ کي سپار،
پيهي انت عميق بحر ۾، اعليٰ اصل ابرار،
04. هوت ڇڏيون حيران وتين ٿو، ترڪيو اندر تار،

بندا ناهي بقاءُ دنيا کي، غافل دم نہ گذار،
05. صحيح سڃاڻ تہ ساڻ وسَئي ٿو، شڪ شبهو نہ شمار،
وَهَو معڪم اينما ڪنتم، پيهي ڏس پاتار،
06. من لہ المولىٰ فلہ الڪل، ڪري نظر نهار،
هوت گڏيو جن يار يگانو، حاصل تن هرڪار،
07. ڪڍ ڪشالا، سورَ مَ سَل تون، من منجهيئي مار،
ڏکن پٺيان سک سدائي، حق چيو هر يار،
08. صاحبڏنہ سمجھ صحيح ڪر، پارئون ٽڪر ٽار،
ليس في الدارين الا هو، پرِ نہ ٻئي ڪنهن پار.

*****

ووڙين چو وٽڪار، جيڏيون آهي جيءَ ۾.
صحيح سڃاتم سرتيون، دل ۾ آ دلدار.
ڪاڪيون آهي قلوب، ڪيچ ڏٺي ڪوهيار.
ناحق وندر چو وڃان، ٻاکر ۾ پوتار.
ونحن اقرب اوڏڙو، لڌم لعلڻ يار.
ساهيون اوڏيو سپرين، ڪوه پڇان ٻيو پار.
”صاحبڏني“ سمجهيو، تن اندر تڪرار.

*****

عشـــق ڪـــــري اُل اُلان ميـــــڏي دانيـــــان وي
ڪيئـــي بـــانڪي منصـــوران دي جهـــڙي ميـــان
عاشـق ايـوين پهـر اداسـي جيـوين بـاغ بنـان بُلـبلان
تيـغ عشـق دي آهـي تکيـري الله قتـل ڪـري ڪُـل ڪُـلان
پـار محبوبـان مشـقاندي الله پونـدي وجـي جُـل جُـلان
سـر سـولي تـي سـالڪ سَـرهي الله غـازي ڪَـرن غُـل غُـلان

اِهي آرابني عشاقان نون بهاون الله مول نہ چاڻن مُلان
گِلا غيبت بارُ ملامت الله سِر غازيان دي گُل گلان
صاف صاحبڏنہ عشق دا مشرب الله پول نہ پئي کنهن پلان

## سائين جن جو فارسي ڪلام

محبوب خود اي عاشق از غير چرا جوي
او راهم زد بطلب گر مرد خدا جوي
ني عرش خبردار ني فرش اثر دارد
گر در دل تو نبور ديگر ز ڪجَا جوي
دنيا طلب جاهل عقبيٰ طلب عاقل
اي "عارف" صاحبدل باري تو ڪر جوي

*****

چو چشم از غير بربندي همہ ديدار او بيني
ز زرات جهان تابان همہ انوار او بيني
درون قصر دل در روڪہ تا ار وي خبر يالي
بہ زرات نڪو بنگر تا اسرار او بيني
زرات جهان باري تو ان عڪس خيش ديدن
اگر بي پرده نتواني ڪہ بر رخسار او بيني
هُو الاول هو الآخر هو الظاهر هو الباطن
بجيب خود فروڪن سرڪہ تا انوار او بيني
تو باري خود شوي "عارف" ڪہ ترڪ مطلق ست انيجا
ڪہ او را يار خود داني و خود را يار او بيني

## نوٽ

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هن مدح کي ملان صاحبڏني طرف منسوب ڪيو آهي پر مولوي محمد عظيم ۽ استاد رجب الدين سومري وارن ميان صاحبڏني فاروقي جن جي نالي سان منسوب ڪيو آهي ۽ درگاه حضرت سچل سرمست رحہ تي بہ پراڻا (جهونا) فقير هر روز ان مدح کي پڙهندا آهن وري درگاه سائين غلام حيدر شر (گوڏڙيو) جي بہ جهونن فقيرن وٽ بہ هي مدح ملي ٿي، ايتري قدر جو ڪجھ گوڏڙيي سائين جي درگاه جي ڪجھ فقيرياڻين کي بہ هيءَ مدح ياد آهي جيڪا هر روز ورد ڪنديون آهن، ان سان پڪ سان چئي سگهجي ٿو تہ هيءَ مدح سائين صاحبڏنو فاروقي درازي جي ئي آهي.




## "الف"

اول اي سچا لھ سار سونھارا سگھو تون سيدا

مجتبيٰ مختيار مرسل ماڙ کر يا مُحمّدا

تو بنا ناھي تڳا عجز ابُوجھن اَحمّديٰ

نور نرمل کر نظر مونتي نبي نُورُالھُديٰ

اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر

غور کر غمگين جو اي نور نافع نامور

# "ب"

پــلا تـــون پـــروســو آهـــين اڙيـــن آڌار جـــي

تــون نبـيــن جـــو نــبي آهـــين سچا ســـردار جـي

رهـــبــرا روشـــن ڪـيــو آڳـي سـيـو اسرار جـي

لـڳ ڏسـڻ ڏاتار تنهنجي ٿو سـڪـي سـنسـار جـي

اغـــثـني يــا ســيدا رس يـــا نبي خيرالبــشـــر

غــور ڪـــر غمگين جـو اي نـــور نــافـــع نامـــور

# "ت"

تمامي ماهيت معلوم اٿو سرور سَڄي

ڏوهہ ڏوهاري جا ڏِکيو لائق آهيان تو در لَڄي

ڏِ ڏسي تنهنجي تڏي آيس پلا تو دَر پَڄي

دست وٺ دلگير جو ڪڏ تار مئون پرور پُڄي

اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر

غور ڪر غمگين جو اي نور نافع نامور

# "ث"

اثـــم ثـــابـت اوهـــان جـي ســـک انـــدر ۾ ســـــرورا

تـو سِـکـان ساريان ســدائـيـن دوسـت تـوکـي دلبرا

کـــڏهـن پَـسندسُ کـــارڻـي تـــوکـي پـــريـــن پيغمبرا

مـــهـت ڏيو مــونکي ملڻ جو هـــادي هـــر يا دوســـــرا

اغــــثـنـي يـــا ســيـدا رس يـــا نبـي خـيــرالـبشـــر

غـــور کـــر غـمـگـيـن جـــو اي نـــور نـــافـع نامــــور

# "ج"

جـانـب تـون چـڏائيـن هن نِدوري نفـس گـئـون

ڏي پناھ ڏانهن شر شيطان بـد بـدود جـنـس كـئـون

تـوگـهـران حامي حمايت هن تَـڙيل جي تَرس گئون

اكملا آزادگـي ڏي هــن دنيا جــي حــرص كـئـون

اغــثني يــا سيدا رس يــا نــبـي خـيـرالبـشـر

غــور كــر غـمـگـيـن جـو اي نور نافع نامـــور

# "ح"

حِضَ تنهنجي ۾ بچان ٿُوري بچڻ اُوکو اسان

ڪين ڪَيڙم ڪم اچي جُو اَهنج ۾ آڏو اسان

ڪرم تنهنجي ڪارٽي ٿو رهبرا راھ ۾ رَسان

تون وِلِهن واهر وڏو جي آسرو آهين اسان

اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر

غور ڪر غمگين جو اي نور نافع نامور

# "خ"

خطائون مون هٿائون جي ٿيون معافي ڪَريج
عيب عاصيءَ جا ڍَنگايون ڏُوھ ڍوھاري جا ڍَڪيج
پاڪ پارس پنھنجي فضلئون وِڙئون راحم رَسيج
ٽُرٽُ رَسُ تِڪَ تار وِيرَن ۾ وسيلا ھَٿُ وَٺيج
اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر
غور ڪر غمگين جو اي نور نافع نامور

# "د"

تــوســان تــنــهن ڏٺــيءَ آڳــي كيــا احسان جــي

جـــو اُتـــوَ آفــيتَ مُــلكــي دادُ كر دَيـــانَ جـــي

تــو سَنـدي تعريف كـئي ساراهه سَچي سُبحان جي

چـا صـفت تنهنجي كندو عاجـز عـقل انسـان جي

اغـــثــني يــا ســيدا رس يـــا نبـي خيـر البـشـر

غـور كــر غمگين جـو اي نـور نـافـع نــامــور

## "ڏ"

تنهنجو ذڪر ذاتي آهي راحت روح کي

سيد صلواة توتي نئين اَلم اَندوهه کي

درد دوري ڪر دَفعُ ڪَڍُ رَنج دل جي رَوهه کي

سون ٿيان سَفرو سدا پارس لڳي جيئن لوهه کي

اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر

غور ڪر غمگين جو اي نور نافع نامور

# "ر"

رَسي رهبر رسول اللهﷺ چڏايو ڏهَ ڇِيئَن

ڪر مدد مسڪين سان اي سيدا سونهان سَين

ساهه سختي سوڙهه ۾ همراهه ٿي واهر وِلِهين

ڪر رفاقت رهنما تا تُوهه تنهنجي سان تَڳن

اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر

غور ڪر غمگين جو اي نور نافع نامور

# "ز"

سٽي زاريون ضعيفن جون اچي امداد ڪر

ٽُرت رَس ڪاهي قريشي دانهن ٻُڌ ڪو داد ڪر

علم ۽ عِرفان عقل جو از خدا ارشاد ڪر

دل سَندا دشمن دُورنگا مُدعي سڀ مَاد ڪر

اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر

غور ڪر غمگين جو اي نور نافع نامور

# "س"

جيــكي سام تنهنجي سي لَنگهي سپ پار ٿيا

سي ڇُٽا ڏهـــن پيڙ پِــکَ لام تـو لائـــق لـِڳـــا

سُنگَ سـپ سرڪـار جا معـافي ٿيـا تـن جي مٿان

جـن سَندو تــون ڪارٽي سي احـمّـدا انـعام ٿيـا

اغـــثني يا ســيدا رس يـــا نبــي خيــرالــبشــر

غــور ڪــر غمگين جو اي نــور نـافـــع نــامــور

# "ش"

جيـــكي شـــوق تـــنهنجي جا أُجـــا نـــافع نـــبـــي

لَـــهُ سـگهو تون سـيدا تـن كـا سـكاين سار پـي

آهـــي عـــالـــم آســـرو تـــنهـــنجو مـحـمّدﷺ آ عَـــربـــي

نـــاهي كو ثاني سَندو منجهه شان شوقت يا شَـبِـي

اغـــثـــني يـــا ســـيدا رس يـــا نـــبـــي خـــيـــر الـــبـــشـــر

غـــور كـــر غـمگين جـــو اي نـــور نـــافـــع نـــامـــور

# "ص"

اي صــــاحــب ســـچا تـــوســـان فضــل فَـتــــاح جـــو
ڏيھ سپ ڏانـــــي سَندو شافئي تون شـهـنـشاھ جــــو
لَــــڳُ شفـاعـت عـاصـيـن جـي اِذنُ ٿـيـو الله جـــو
يــــا رسول اللهﷺ رَسي ڪَرِ داد منـهـنجي دانهن جـو
اغــــــثني يـــا ســـيدا رس يـــا نـــبـي خـيـرالبــشــر
غــــور ڪــر غمگــين جـو اي نــور نـــافــع نامـــور

# "ض"

ضـــد ضـــايع ڪـــريـــو حـــاســـد ٻُـــڌا ســـڀ ٻَـــار ۾

جـــي لَـٽڻِ لُڇَ لَـعنتي تـــن ڪـــي وجهو تِـــڪَ ٿَـــار ۾

حـــضرتـا حـــامـــي ٿيـــو حـــاضـر سَـنـــدي هـــر ڪـــار ۾

ڪـــر سفـــارش سيدا ســـائيـــن ســـنـــدي ســـرڪـــار ۾

اغـــــثـــني يـــا ســـيدا رس يـــا نـــبـي خـــيـــرالبـــشـر

غـــور ڪـــر غمگين جـــو اي نـــور نـــافـــع نـامـــور

# ”ط“

آهــي مـــون كـــي طمع هــر دم ســچــي سردار ڏي

تــو ڵــڇان لَــئون لَــئون اندر پــرتو پريــن تــو پار ڏي

عرب ڏي اكـــڙيــون اتــم مُرسل مِــنــي مــنــتـــار ڏي

مُــصـــطــفــيٰ[۴۱]مــعــذور كـــي احــمّــد اچـــي آڏار ڏي

اغــــثــني يــا ســيــدا رس يـــا نـــبــي خــيــرالبــشــر

غــور كـــر غــمگين جــو اي نـــور نــافــع نــامـــور

# "ظ"

تيا ظاهر نہ تو عرش و زمين افلاڪ جي
جي نہ تون پيدا ٿئين عالم نہ ٿيو اخلاق جي
جا خبر خاوند ڏني ڏنئن لفظ جي لولاڪ جي
پاڪ پنجتن پاڪ ٿيا ڏنئن ذات تنهنجي پاڪ جي
اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر
غور ڪر غمگين جو اي نور نافع نامور

# "ع"

تنهنجي عشق مون کي مست تَرِ مَخمُور ڪِيو

جِيءُ چِنو جُهوري اوهان جي بِره ۾ پرپور کيو

دلبرا درشن پسايو درد دل جو دور کيو

سوز سک تنهنجي طبيا وِرهَ ۾ وَهلورُ کيو

اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر

غور کر غمگين جو اي نور نافع نامور

# "غ"

غفلت غير گئون هي دل ڇڏائي دُور ڪَر

قلب جي ڪارنهن ڪٽيو پارس اچي پُرنور ڪر

هي حقيقت حال جي مون مَنَ سَندي مَعمورڪر

عِجزُ آزيون عاجزن جون مصطفيﷺ منظور ڪر

اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر

غور ڪر غمگين جو اي نور نافع نامور

# ”ف“

فــــكـــر دنـــيا سَـنـدي ۾ وقت طــاعــت جـو وَيـوم

کين کيڙم ڪاله آرسَ گئون ڏسواڄ پي لَنگهيوم

نــفس ۽ شــيـطان اڳـتي جـو اَجـان ڏس پِـي ڏِئُــوم

هــاشمي هـر وقت مُـوڙهـن جـا سچـا سُونـهـا ٽـيـوم

اغــــثـنـي يـا سـيـدا رس يـــا نـبـي خـيـرالبشـــر

غــور ڪــر غـمـگين جـو اي نــور نـافـع نــامـــور

## "ق"

قَلبي لاَّيَنامُ سُرت هيءَ توکي سجاڻ

سَير سُبحانَ الّذي اَسريٰ لنگهيو ٿيو لامکان

پيءُ نہ پُٹُ جاتي پُڄي احمّد اُتي تنهنجي اَمانَ

تون ڏٺيءَ درگاھ جو مون لَئہ محمّد مهربان

اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر

غور کر غمگين جو اي نور نافع نامور

## "ڪ"

هن ڪوڙي دنيا گئون رَڱُج شرم يا شاھ مون

بَخت دولت دين جو وارو ورائين واھ مون

شغل ذاتي ذڪر جو ڏي مَنجھ اندر ارواح مون

لَعل لَئون لَئون ۾ لطيفا ڪر مُنور مَاھ مون

اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر

غور ڪر غمگين جو اي نور نافع نامور

# "ل"

لائــــق تــــو پَنـــي ســـپِ لـــوڪَ جَــڳ پــينام پِــيو

تـــــو آئـــــي عَـــــالمَ اَمُن تـــيــو ڏُرتُ ڏولائـــو ويـــو

۽ سُـــڪـــا ساوا ٿيا جڏهــن پَيــرتـــو پِـــر جـــو پِيو

تـــو بـــرابـر مرتبــو نــاهي ڪــو ڀَـهـڳــــڻُ ٻـيــو

اغــــثني يا ســيدا رس يـــا نـــبـــي خيــرالـبـشر

غـــور ڪـر غـمـگـين جـــو اي نـــور نـافـع نامـــور

# ”م“

مَــــاْزاغَ الـبَـصَّرُ جـــي راز خِــــلْـوَتَ رحــمـتـــي

ســـاڻ تـــو ســونـهـن سَـدا كـامـل سَــروپـا قــدرتـــي

تـــون ســـيـن سرتاج ٻـيا مـحـــتاج تـو در مـحـنتـي

تـــون جِــڏهن ڍارو ڏَريـن عـاصـي ڇُـٽن پُـــو اُمــتـــي

اغـــــثـني يا ســيدا رس يـــا نــبـي خــيـرالــبـشـر

غـــور كر غــمـگـين جـــو اي نـــور نـافـع نامـــــور

## "ن"

مــان نــاقص نمــاڻــيءَ جــو سجايــو سوال ڪر

عيب عــاصيءَ جا نہ ڏس پنهنجي ڀلائي ڀال ڪر

دل مُـرادان يــا نبي فائق سيئي فـــي الحــال ڪـر

بخشش جــو بَهرو ڏئي نامِ خدا خوش حال ڪـر

اغـــثني يا سـيدا رس يــا نـــبــي خيـرالـبشر

غــور ڪــر غــمگين جـــو اي نــور نـافع نامــور

"و"

واهر ڏُڏُ ڏسي آيس پَلا تنهنجي ٿَڏي
سرفرازي ڏي سدا ڪر سُرخرو سرور سَڏي
هر مهل همراه تيءُ رک حرص دنيا جي هَڏي
ڪنهن بندي جي ڪاڻ هرگز مِير محتاجي مَ ڏي
اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر
غور ڪر غمگين جو اي نور نافع نامور

# "ھ"

ھــدايـــت بـخـش هادي آبـــرو اســلام جـــي
مَــنجھ طريـقت تـازگـي ڏيــو دل انـدر آرام جــي
هـــي حقيـقت معرفت مَـئي جـو پيـاريـو جَـام جي
پاڪ پَـرِتَـوَ مــصــطـفـيؐ هــيءَ ٻـانـهن سائل سَامَ جي
اغـــثـني يا ســيدا رس يـا نـبـــي خــيــرالـبشـر
غــور ڪر غــمــگـين جــو اي نــور نـافـع نامـــور

# "لا"

اڳيون لَسَ لَڪيون توريءَ نہ ڪو ٺُرهو نہ ٺَرَ
تون ڇَپرُ ڇُورن سَندو واهر وسيلا واهَ ڪر
جي پيا تو سام سيئي ٿيا سدائين سَرس سَر
آهہ عاصيءَ ڪي اوهان ڏانهن آس اُميدان اَپَر
اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر
غور ڪر غمگين جو اي نور نافع نامور

"ع"

اگيون پيڙ پَليون ڏِيلُ مُنهنجو تو ڏُکِي

عمل توشا آخرت جا مون کمايا کينکِي

هن کمينِي جون مدايون سڀ ڏنگايون تون ڏِکِي

تون پَلين آن پروسو تَو رِيءَ بِيا نافِعَ نکِي

اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر

غور کر غمگين جو اي نور نافع نامور

# ”ي“

يـا نـبيﷺ اصحـاب اكبـر خاص خـلـفـاءِ راشدين
ءِ ڏيـا ڏاتـــار عــالم جــا اميـرالـمـؤمـنـيــن
آھ ابــابـكرؓ عــمـرؓعــثمانؓ عــلــيؓ دلــدار ديـــن
هــي دُرا درگاھ جا ســالار آهـن صاحبِ اجمعــيــن
اغـــثـني يــا ســيدا رس يا نــبــي خـيـرالـبـشـر
غــور كــر غـمـگـين جــو اي نــور نـافـع نامـــور

پــاڪ پــنجــتن وِيــر وارث مُلڪ جا مالڪ منيــر

مــرتضيٰؑ حــسنؓ و حــسينؓ فــاطمہؓ دُر دلپــذيــر

جـــي اَجـــها آذار امت جـــا آهـــن عـــالــم امــيــر

شل ڪندا مُون تي مِهر هر وِيل پارس پاڪ پِــيــر

اغـــثـني يا ســيدا رس يــا نبي خيــرالــبــشـــر

غـــور ڪر غــمـگـين جــو اي نــور نــافع نامـــور

مَلِڪ مُقربُ جــي نہ هو هُئي اُهــا نبيــن جائگـاھ
سا سدائي جاء تــو خوش خوب هُئي ڏنهن بــارگاھ
تــخت سر قدرت قــدم بيشڪ رکيو تــو بــادشــاھ
سر اوهان دِســتار دُولهہ تــاج قُــدرت جــي ڪُــلاھ
اغـــثني يا سيدا رس يا نــبي خيــرالبـشر
غــور ڪــر غــمـگين جو اي نــور نـافع نامـــور

منجهہ اَمُر احمّد اوهان جي وَحي جامِع جبرائيل

جاءِ جا رُو بَكَشّ مشفق مُجاور ميكائيل

دائما دربار جو دربان دايو آهہ اسرافيل

بازُنِ بَدّو بانهو آ منجهہ اَمُر تنهنجي ۾ عزرائيل

اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر

غور كر غمگين جو اي نور نافع نامور

اوهـــان كان يـــا نبـــي پـــارس لَـكين ٽُوهَئون پِنَن
گـــنجُ خـــائـن مان لائـق نَـفـعـــا سَهـســيـن لَهـــن
تـون ڏٽـي آن فضل جـو ڏانـهـن ڏياريـو لِڳ ڏٽـيــــن
تـــــا پَسي مَنصب مُداحـيءَ جا عـجب عـالـم ڪَرن
اغـــــثـني يا ســيـدا رس يا نــبــي خـيـرالــبــشـر
غـــور ڪر غــمــگــيـن جـو اي نــور نــافـع نامـــور

نُوحُ اِبراهيمؑ آدمؑ سپ سلامي تو سَندا

در متي دربان تئي هارونؑ موسيٰؑ مُقتدا

لَئ اوهان جرجِيسؑ يونسؑ هردم جان فدا

تون سندن سردار صاحبِ هو سندءِ بيشڪ بَندا

اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر

غور ڪر غمگين جو اي نور نافع نامور

زكــــريا ؓ زبيــرؓ يَــحِــيٰ شيــثؓ شــافِعُ شـــانــوَر

پَرتـــوا اوهــان جـا پَــسـي قـربـان كيائـون ساھ سِــر

ڏنهـــن اوهـان لائـــق لَڏُو عُــزيــرؓ عـيسيٰ فـيضــور

تــون بَحـر بِــا الله جـو ٿُـو ڏنـئَـن وتـــن سـپ دان دَر

اغـــثني يــا سـيدا رس يــا نبـي خـيــرالــبـشــر

غـــور كـــر غــمـگـين جـو اي نـــور نـافـع نامـــور

اَرسيا اسحاقؓ دَر دائود نوكر نامدار

خِضرؓ خادم خاكپا الياسؓ تنهنجو آبدار

سَوَ مِثل يعقوبؓ يوسف ٿا سِكن عالَم آڌار

سڀ مِڙئي مشتاق مُرسل پُٺِ لڳا تو پائدار

اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر

غور كر غمگين جو اي نور نافع نامور

سرورا مَــائــند سُليمــانؓ سـپ بـنـدا بــرادر تــو

لــوط چا لقمانؓ صـالحؑ خـاص خـدمتگار تـــو

ڪَرن پــارت پنهنجي سـپ انـبيــاءَ ابــرار تو

چمن مرسل مصطفيٰ ﷺ پَيرن سـندي پـيـزار تــو

اغـــثني يـا سـيدا رس يا نبي خـيـرالـبـشـــر

غــور ڪــر غـمگين جـــو اي نــور نـافع نامـــور

جان پيادن پيش تو ادريسؓ ڊوڙي دلبرا

يا شفيع شمعونؓ شعيبؓ پِرتِ مان پاٽي پَرا

رنج ويو رحمت رَسِي ايوبؓ توڪان انورا

گهوث سپ گاهي سنڌء سونهن سپائي سرورا

اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر

غور ڪر غمگين جو اي نور نافع نامور

اليسع يُوشع ذوالقرنين تُوهَئون مهربانيون مَنگن

سپ سلاي تو سندا گھوٽ همرائيون تو گُھرن

تون پيغمبر بادشاھ ھُو اَمُرَ دعوت جا گھرن

بخشش جو بحرو ڏيو ڏنهن اوهان سپ وندِ وٺن

اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر

غور کر غمگين جو اي نور نافع نامور

سـب سـندء تـابـع سـتارا احـمّدا تـون آفـتـاب

نُـورُ نُـوري سِرُ سِـري خاص خالـق جو خـطـاب

شـان شاهـد تـو شـفيع طُـوبـيٰ لَـهُـمّ حُسِّنُ الّـمُـاٰب

اَحـدُ قـومـي دَرِسُ دعوت مِيـر تُنهنجي مُستجـاب

اغـــثني يا سـيدا رس يـــا نـبي خـيـرالـبـشـر

غـور كر غـمـگـين جـو اي نـور نـافع نامـــور

ڏڏُ آهيان ڏوهن پَريو خاصو آهيان بَدِ بيخبر

بي وسيلو بي وَڙو هَرگز نہ حِرفَت مُون هُنر

ڏنهن طمع تنهنجي مدع ڪَيَمِ مَنُ اُولو مَ ڪَر

دائما ديدار لئہ مشتاق آهيان منتظر

اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر

غور ڪر غمگين جو اي نور نافع نامور

مِــــهر گئون مُـولئ چيـو اَطّـلُـبُ رِضَــاكَ اَحمّـدا

حاكـمي هــر دوسرا تـو كـي ڏنـي خاصـي خــدا

واعــدو وَلّسَوفَ جو تـوسـان نـبـي نُـورُالّـهُـديٰ

هـي پـلايون يـا نـبـي توسان كـيون سائيـنءَ سـدا

اغـثـني يا سـيدا رس يــا نـبـي خـيـرالـبـشـر

غور كـر غـمـگـين جــو اي نــور نـافـع نامـــور

نفس ناقص جو هُيو اصلئون اندر ۾ وِير جي

پنڌ پَري سِرُ بَارُ ڳورو اَڄ سُونها گهٽ ڳِهير جي

جنهن ڏسيا ڪَرِتوت ڪوجهائي بدن جا پِير جي

حضرتا حامي حمايت ڪر تون سولا سير جي

اغــــثني يا سيدا رس يــــا نــبي خيــر البــشـــر

غـــور ڪر غـمـگين جـــو اي نـور نـافـع نامـــور

سال تيا سِڪندي اوهان ريءَ پَلِڪ نہ ساجن سَري

ڏِينهن ڏوريان ڏيهه ڪي راتيون ڪَٽيان ڳِڻتي ڪري

جي پسان جيئري اوهان ڪي مَنَ سَندم ڍارو ڍري

مهر ڪر مون تي مِلڻ جي شل ورق هيڪند جو وَري

اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر

غور ڪر غمگين جو اي نور نافع نامور

سـگُ سـڏيو پنهنجـو اوهان آقا ڪري احسـان مـان

تـو رڙان ريهون ڪـري بـد حال بد حيـوان مـان

ڪهڙي مون طاقت ڪمينيءَ جو ڪريان شاهہ شان مـان

هُئي جُتي تنهنجي مَتي سِرُ ساهہ اتـم قـربان مـان

اغـثـني يا سـيدا رس يـا نبي خـيـرالـبـشـر

غور ڪـر غـمگـيـن جـو اي نـور نـافع نامـور

نفسي نفسي جتي چوندا اُپا سڀ اَنبِياءَ

دم نہ کو هٽندو اتي هوندا سيئي بيٺا اڙيا

امتي امتي چوندو اُتي يا اِمامَ اَلّا صِفياءَ

مِير جنين سُونهون اڳيون سي اُمتي آجا ٿيا

اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر

غور کر غمگين جو اي نور نافع نامور

نـــفس نــافرمــان كــافر كَـدُ كُـتــو پَـرور پَــري
سَڳ سڙيو هُـوڏِي هڏي وانگــي كُتي بيـنو ڳِري
نــفس ۽ شيطان سر راهــي كِــيم بِـيـرون بُــري
هِن هِـيـٽـيءَ كي ڏيــو غلامي ٻـاجھ سِرِ ٻانهي كري
اغـثـني يـا ســيدا رس يـــا نــبــي خــيــرالــبــشــر
غـــور كـــر غـــمـــگــين جـــو اي نـور نــافـع نامـــور

جي جنهن وَڙَ جهڙا سي سدائين وَرَ ڪَجن

جي سڪايل سوز سڪ جا تن مٿي وَهلُو وَرنِ

بُڏن ڪي ٻانهون ڏِين هيٺن سَندا هٿڙا وَٺن

اَهنج اوڪِيءَ ۾ اَڙين ڪي ڪِنهن نہ پَرِ ڇُوڙي ڇَڏن

اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر

غور ڪر غمگين جو اي نور نافع نامور

ڪو ڪهين جو ڪنهن سندو ڪنهن ڪي وَرَ واھ جي
ماڙ آڏار مصطفيٰ مان تي مُحمّد ﷺ شاھ جي
لَڳ ڏٽي جي ڪر وسيلا مان ڏوهاري ڏاھ جي
ٿڪِن تي ٿورا ڪريو هيٺن ٿيو همراھ جي
اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر
غور ڪر غمگين جو اي نور نافع نامور

تون سَچو سردار مون ناقص گھٽو ناڪام جي
تون پيغمبر بادشاھ مون بي وَڙو بي نام جي
تون حمايت ھاشمي مون سيدا تو سام جي
تون محمد ڪارڻي ء مان لَڙِھ لڳس تو لّام جي
اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر
غور ڪر غمگين جو اي نور نافع نامور

ڪو ڪنهن دَر پيش پئي توڙي نڌر ناقص هجي
تنهن سندي ننگپال لائق غورسِي ڪامل ڪجي
در سخي جي تي سوالي نانءُ والي جو وِجهي
عيب اُن جي ڏي نہ ڏسجي ڏاڻ لڳ ڏاتار ڏجي
اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر
غور ڪر غمگين جو اي نور نافع نامور

احـــمدا الله كئون فـــائـــق وتـــي فـــرزنـــد ڏي

عُـمِـر اَفـزان نـيـڪ صالـح سـڀ سـعـادت مـنـد ڏي

تو گُهران عـالـم عـمـل سـان جي وتـي دلـبـنـد ڏي

مـرحبا مـنصب تـون مـون کي خِـير جـا خـاونـد ڏي

اغـــثني يـا سـيدا رس يـا نـبي خـيـرالـبـشـــر

غـــور ڪر غـمگـين جـــو اي نـــور نـافـع نامـــور

مصطفيٰ تنهنجي مداحي ساڻ جيڪي لُڇَ لَــڙنِ
تــون تنيـن کي ڪِير قـادر مَر سڙيا ظالـم سَــڙن
جي ڪَريل ڳُونسن پلي سي ڏُز انـدر آويءَ هــجن
دانـهن ڏيان ٿـو داد ڪر ٻــڌ عـرض آهون بيڪسن
اغـــــثني يـا ســيدا رس يـا نـبي خـيــرالــبشــر
غــور ڪــر غــمــگــين جو اي نـــور نـافع نامـــور

دڙن دنيا جي ڏِکن ڪئون يا رسول اللهؐ رکيج
خان خائف ڪنهن نہ ڪر ڪمدار کھڙي ڏَر نہ نيج
محتاجي مخلوق ۾ بندي بي دين حاڪم جي مَ ڏيج
پنهنجي درگئون ڏڏُ ڏيئي يا نَبي خورم ڪريج
اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر
غور ڪر غمگين جو اي نور نافع نامور

كنهن نہ كم جو بي وڙو تـوڙي هجي گولو گـنـدو

جي هجي كوڙو گـرو آخـر چـون سـائـيـن سـنـدو

عرض فـريادون چـئي هو ٻـئي وجي كنهن در كندو

مهر كر مـسـكـين تي آ مَـسِـرُور هرجاء هـي بـنـدو

اغـثـني يـا سـيدا رس يـا نـبـي خـيـرالـبـشـر

غور كـر غـمـگـيـن جـو اي نـور نـافـع نامـور

نور ذاتــي ذكر جو منجھ قـلب ٻاريو کو ڏيـئــو

سُـرکـي سَـندي ساقـي پـياري پـيالــو پُـرُ کـيــو

درشن پـسايو پنھنجو کو پـرين پـايــو لِـيـئــو

دوسـت درمـانــدن دلاسو کو ڏُکــويَــن کــي ڏيـــو

اغـثـني يـا سـيدا رس يــا نــبــي خـيــرالــبـشــر

غور کـر غـمگـيـن جـو اي نـــور نـافـع نامـــور

تو ڳنان تو منگيان منگير آ ڪِرتِئون ڪِنو
تون سخي داتا ڏٽي هي سَڀُ سنڌء "صاحبڏنو"
تون ڏِئين دردانَ دولت پاڪ توڪئون ٿا پنئون
حضرتا حامي ٿيو فانيءَ دنيا کان دل ڇِنو
اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر
غور ڪر غمگين جو اي نور نافع نامور

مَنجھ پنھين جانب جھانن آب عزت ۾ رَکوم

استقامت دين پنھنجي تي ڏٺي دائم ڏيوم

قبر محشر مھل مرسل۴ رھنما راحم رسوم

عمر دم سکرات ويلي ختم کلمي سان کيوم

اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر

غور کر غمگين جو اي نور نافع نامور




ای بجز دروازہ احمد نیست

گر نمی دانی دلت آگاہ نیست

آنکہ در احد احمد دانست فرق

درجہ اورا فنا فی اللہ نیست

محمد مصطفیٰ صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم کے دروازے کے سوا کوئی راستہ نہیں ہے۔

اگر تو یہ نہیں جانتا تو تیرا دل آگاہ نہیں ہے۔

جو اللہ اور محمد مصطفیٰ صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم میں فرق کرتا ہے۔

وہ فنا فی اللہ کے درجے پر نہیں پہنچتا۔

حضرت صوفی سچل فقیر سرمست (دیوان آشکار)

# درازي فقير

## صوفي فقير حڪيم وزير حسين مگڻيجو

رهائش گاهه:

ڪينجهر ”پرتو واهڻ“ لڳ هنگورجا

تعلقو سوڀو ديرو ضلعو خيرپور ميرس

دست بيعت:

**حضرت ڊاڪٽر سخي قبول محمد چهارم فاروقي درازي قادري**

**سجاده نشين نمبر 10:**

**درگاهه حضرت سچل سرمست رحمت الله عليه**

*****ڪلام*****

هن سڄي سنسار جو مقصود بس انسان آ.
لکڻ ليکو ناهي ڪو بي حد سڄو هي بيان آ.

بي مثل مان مثل تي آئين هتي سڄڻ تون
عجب سهڻا سائين تنهنجو شاهي شان آ.

”ونحن اقرب عليہ من حب الوريد“ پڪ سمجھ
پاڻ فرمايو پاڪ ڏٺيءَ شاهد پاڪ قرآن آ.

صوفي سالڪن هتي سهي آهي سڃاتو
عاشق اصلئون پرين پاڻ ڪيو هي اعلان آ.

صوفي ”وزير علي“ رمز پڇاڻي صاف ٻڌايو
احد احمد وچ ۾ ڪو نہ رهيو ڪو گمان آ.

# فقير عامر علي چنہ

رهائش:

**ڪريم شاهہ ڪالوني وارڊ نمبر 04 ڪنڊيارو سٽي**
**تعلقو ڪنڊيارو ضلعو نوشهروفيروز**

دست بيعت:

**رهبر ڪامل صوفي فقير حڪيم وزير حسين مگڙيجو.**

*****شعر*****

درازن جا سوالي ڏکيا ناهن ڏيهہ ۾

”فاذڪروني اذڪرڪم“ دم نہ گذارن خالي

”قالو بلا“ واري قول سان اٿن پريت نرالي

”وڪفيٰ بالله وڪيلا“ اٿن اهائي ملڪيت مالي

ريجهائن پنهنجي رب کي ڪري اک آلي

آهن مست موالي عامر سدا سخيءَ جي در

فقير استاد ممتاز علي شر

فقير جماعت علي شر

فقير وزير علي چنه

فقير زاهد حسين مگريو

فقير امتياز علي چنه

فقير نواب علي چنه

فقير عيدل علي چنه

بسم اللہ الرحمن الرحیم

ورفعنا لك ذكرك



"اور ہم نے آپ کی خاطر آپ کا ذکر (اپنے ذکر کے ساتھ ملا کر دنیا و آخرت میں ہر جگہ) بلند فرما دیا"

(الم نشرح، ۹۴:۴)